# طبقاتي نظام ۽ تعليمات مصطفوي ﷺ

نصر الله قريشي

چاپو پهريون: 2017ع
ڇپائيندڙ: گوشہ ۽ تحقيقات اسلامي
03313051325

# MAA'U PEE'U JA HAQ

By: NASRULLAH QURESHI
First Edition: 2017
Published by: GOSHA-E-TAHQIQAT-E-ISLAMI
Pakistan.

گوشۂ تحقیقات اسلامی
اسلام آباد۔ پاکستان۔ فون: ۰۳۳۱۳۰۵۱۳۲۵




مَولَاىَ صَلِّ وَسَلِّمْ دَآئِمًا أَبَدًا

عَلَىٰ حَبِيبِكَ خَيرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

نَحۡمَدُهٗ وَنُصَلِّيۡ وَنُسَلِّمُ

**نبي ڪريم ﷺ جن جو زندگيءَ جي هر هڪ شعبي سان لاڳاپيل ماڻهن سان واسطو رهيو، خاص ڪري اهي شعبا جن سان اڄڪلهه جي جديد انسان جو به واسطو رهي ٿو، ۽ سندن حياتي مبارڪ تمام اهڙن حالات مان گذري جن مان اڄ ڪلهه امت مسلمه گذري رهي آهي پوءِ اهي جنگي حالت هجي يا امن ۽ سلامتي واري حالت، اميريءَ ۽ مالداريءَ جا ڏينهن هجن يا غربت ۽ مسڪينيءَ يا ڏڪر ۽ سڪر جا ڏينهن، يا وري طاقت ۽ قوت جا ڏينهن هجن يا ڪمزوري ۽ ضعف جا ڏينهن.**

**سيرت نبوي ان ڳالهه جي شاهد آهي ته ڪو به حادثو يا مشڪل، ڪنهن به جاءِ يا ڪنهن به وقت مسلمانن سان پيش اچي يا ظاهر ٿئي ته مسلمان ان واقعي يا حادثي کي تعليماتِ مصطفويءَ جي روشنيءَ ۾ ڪهڙي طرح حل ڪري. اهو ئي سبب آهي جو نبي ڪريم ﷺ جن جي سيرت کي الله تعاليٰ تا قيامت اسوة حسنة قرار ڏنو آهي ۽ ان ۾ ٻنهي جهانن جي ڪاميابي ٻڌائي آهي:**

﴿لَقَدۡ كَانَ لَكُمۡ فِي رَسُولِ اللّٰهِ أُسۡوَةٌ حَسَنَةٌ لِّمَنۡ كَانَ يَرۡجُو اللّٰهَ وَالۡيَوۡمَ الۡاٰخِرَ وَذَكَرَ اللّٰهَ كَثِيرًا﴾[1]

**ترجمو: بيشڪ توهان لاءِ رسولِ عربيءَ جي تابعداري ڪرڻ ۾ تمام گهڻي بهتري آهي ان شخص لاءِ جيڪو الله تعاليٰ ۽ قيامت جي اميد رکي ٿو ۽ الله تعاليٰ کي گهڻو ياد ڪري ٿو.**

**الله تعاليٰ، نبي ڪريم ﷺ جن کي قرآن جي معجزي سان نوازيو ۽ نبي ڪريم ﷺ جن قرآن جي احڪامن کي عملي طور پنهنجي زندگيءَ ۾ نافذ ڪري ماڻهن اڳيان هڪ سهڻو اخلاق ۽ عملي نمونو پيش ڪيو ۽ سندن تعليمات مان معلوم ٿيندو ته: مظلوم جي ته مدد هر ڪو ڪري ٿو پر پاڻ ظالم سان به ڀلائي ڪيائون! پنهنجن مٽن مائٽن ۽ هم مذهبن سان ته هرڪو ڀلائي ڪري ٿو پر پاڻ سخت ترين دشمنن ۽ ڪافرن سان به ڀلائي ڪيائون! اميرن جي ته هرڪو عزت ڪري ٿو پر پاڻ غريبن ۽ ٻانهن جي دعوت به قبول ڪيائون!**

سندن تعليمات مان انساني زندگيءَ کي عدل ۽ انصاف سان چڱي نموني گذارڻ ۽ دنيا کي امن ۽ امان جي جڳهه بنائڻ لاءِ اهڙا ته عظيم ۽ مثالي قاعدا ۽ قانون ملن ٿا جيڪي فقط ڳالهين تائين محدود نه آهن بلڪ عملي طور به ثابت ٿيل آهن. حضرت بيبي عائشه صديقه رضي الله عنها سچ ۽ حق چيو هو جڏهن ڪائنس اصحابن سڳورن نبي ڪريم ﷺ جن جي اخلاق بابت پڇيو ته بيبي سڳوريءَ فرمايو:

”ڪان خلقه القرآن“ (2)

**حضور ڪريم ﷺ جن جو اخلاق قرآن هو.**

سندن جي زماني مبارڪ جو جائزو وٺبو ۽ اردگرد جي ماڻهن کي ڏسبو ته واقعي انسان جو عقل دنگ رهجي ويندو ڇو ته ان وقت جڏهن سندن کي ڪافر اسلام جي تبليغ کان روڪيندا هئا ۽ مختلف طريقن سان تڪليفون ۽ ايذاءَ پهچائيندا هئا ۽ ڪمزورن کي غلام بنائيندا هئا ۽ نياڻين کي ڪاڌ خوراڪ جي خوف کان زنده زمين ۾ دفن ڪندا هئا يا وري جهنگ ۾ ڇڏي ايندا هئا ۽ بيوه عورتن سان جانورن جهڙو سلوڪ ڪندا هئا.

مختصراً هن مضمون ۾ نبي ڪريم ﷺ جن جي زندگيءَ جا ڪجهه مثال ۽ نمونه پيش ڪيا ويا آهن جن ۾ نبي ڪريم ﷺ جن غريبن، ڪمزورن، مريضن، يتيمن، غلامن، عورتن ۽ معاشري جي اهڙن ٻين طبقن سان ظلم ڪرڻ کان روڪيو آهي ۽ خاص طور انهن سان سهڻو سلوڪ ڪرڻ جو تاڪيد ڪيو اٿائون ۽ اهڙي طرح پاڻ ڪريم ﷺ جن معاشري مان نا انصافي ۽ ظلم کي ختم ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي اپاريو آهي ۽ انهن سان ڀلائي ڪندڙن کي يا ته جنت جي بشارت ڏني اٿائون يا ته جنت سان گڏو گڏ پنهنجو ساٿي قرار ڏنو اٿائون ۽ ان ڪم ۾ الله تعالىٰ جو رضامندو به ٻڌايو اٿائون. ساڳي طرح هتي اهي به واقعا پيش ڪيا ويا آهن جن ۾ نبي ڪريم ﷺ جن حقدارن تائين حق پهچايا آهن ۽ اهل ماڻهن کي انهن جي اهليت جي مطابق مذهبي يا سماجي زندگيءَ جي عهدن تي مقرر ڪيو اٿائون.

## هر هڪ انسان جي عزت ۽ تڪريم ڪرڻ

الله تبارڪ وتعالىٰ قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي:

﴿وَلَقَدْ كَرَّمْنَا بَنِي آدَمَ وَحَمَلْنَاهُمْ فِي الْبَرِّ وَالْبَحْرِ وَرَزَقْنَاهُمْ مِنَ الطَّيِّبَاتِ وَفَضَّلْنَاهُمْ عَلَى كَثِيرٍ مِمَّنْ خَلَقْنَا تَفْضِيلًا﴾[3]

ترجمو: ۽ تحقيق اسان (حضرت) آدم جي اولاد کي معزز بنايو ۽ اسان انھن کي زمين ۽ سمنڊ تي سوار ڪرايو ۽ انھن کي پاڪ شين مان رزق عطا ڪيو ۽ اسان انھن کي پنھنجي گھڻي مخلوق تي نمايان فضيلت عطا ڪئي.

الله تعالىٰ هن آيت سڳوريءَ ۾ حضرت آدم عليہ السلام جي اولاد جي سموري اولاد جي عظمت ۽ انھن جو ٻين مخلوقن تي بلند مرتبو بيان ڪيو آهي ۽ هن آيت سڳوريءَ ۾ فضيلت جي حڪم ۾ سڀ انسان شامل آهن چاهي اهي مسلم هجن يا غير مسلم سيني جي عزت ۽ سيني جو بحيثيت انسان هڪ رتبو آهي جيڪو انھن کي الله جي طرفان مليل آهي.

اهڙيءَ طرح جڏهن اسان تعليمات مصطفويءَ جو مطالعو ڪندا سين تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن جو ڪو بہ قول يا عمل اهڙو نہ ملندو جنهن ۾ انسان جي تذليل جو حڪم مليل هجي بلڪ پاڻ سڳورن ﷺ جي تعليمات تہ اخلاق حسنہ تي مشتمل ملنديون ۽ پاڻ سڳورن تہ زنده انسانن جي بہ تعظيم ڪئي آهي ۽ مرده انسان جي بہ، مسلم جي بہ تعظيم ڪئي آهي ۽ غير مسلم جي بہ.

اهو ڪيڏو نہ بهترين طريقو آهي جيڪو نبي ڪريم ﷺ جن اسان کي سيکاريو جڏهن سندن اڳيان هڪ يهوديءَ جو جنازو گذريو!!

حديث شريف ۾ آهي:

عن ابن أبي ليلى، أن قيس بن سعد، وسهل بن حنيف، كانا بالقادسية فمرت بهما جنازة فقاما، فقيل لهما: إنها من أهل الأرض، فقالا: إن رسول الله صلى الله عليه وسلم مرت به جنازة، فقام فقيل: إنه يهودي، فقال: «أليست نفسا»[4]

ابن ابي بن ليلىٰ کان روايت آهي تہ حضرت قيس بن سعد ۽ سهل بن حنيف رضي الله عنهما قادسيہ ۾ هئا تہ انھن اڳيان جنازو گذريو تہ ٻئي اٿي بيٺا، پوءِ انھن کي

چيائون تہ هي جنازو تہ هن ملڪ جي ماڻهوءَ (فارس جي مجوسيءَ) جو آهي. تہ جواب ۾ فرمايائون تہ: ”بيشڪ رسول الله ﷺ جن جي آڏو جنازو گذريو تہ پاڻ اٿي بيٺا تہ ماڻهن چيو هي تہ يهوديءَ (جو جنازو) آهي، پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو: ڇا اهو انسان ناهي؟“

سبحان الله! هي حقيقي طور انسان جي تعظيم آهي جنهن جي تعليم صرف ۽ صرف تعليمات مصطفويءَ مان ئي ملي سگهي ٿي. ۽ بيشڪ نبي ڪريم ﷺ جن هن عمل سان اصحابين سڳورن جي دل ۾ انسان جي عزت، تعظيم ۽ عظمت جو بنياد وڌو ۽ ان ۾ ڪنهن ڪي خاص نہ ڪيو تہ صرف مسلمان جي ئي عزت ڪجي پر پاڻ ڪريم ﷺ جن ڪي ان ڳالهہ جي معلومات هئي تہ جنازو يهوديءَ جو آهي ان باوجود جنازي جي تعظيم جي تعليم ڏنائون. اهو يهودي غير معروف هو ۽ نبي ڪريم ﷺ جن جا لفظ ”اليست نفسا“ ڇا اهو انسان ناهي؟ ان ڳالهہ تي واضح دليل آهن تہ ڪو جيڪڏهن انسان ڪي صحيح مرتبو ڏيڻ وارو آهي تہ اهو فقط ۽ فقط مدرسه مصطفوي ئي آهي. ۽ هڪ ٻي ڳالهہ بہ واضح ڪجي تہ نبي ڪريم ﷺ جن ان جنازي لاءِ ڪجهہ گهڙيون نہ اٿيا بلڪ تيستائين بيٺا رهيا جيستائين جنازو سندن کان غائب ٿيو.

ڪجهہ غور تہ ڪيوءِ سوچيو! هڪ يهوديءَ جو جنازو گذري ٿو ۽ رسول ۽ سندس صحابي اٿي بيٺا آهن!! صلي الله عيله وسلم و رضي الله عنهم اجمعين.

انسانن جي تعظيم، فضيلت ۽ قدر وارو هي واقعو صحابين جي دل ۾ اهڙو تہ ويهجي ويو جو قادسيه ۾ باهہ جي پوڄاريءَ (جنهن جو عقيدو اسلام کان بالڪل مخلتف ۽ مخالف آهي)؛ ان جي جنازي جي گذرڻ وقت بہ اصحابي سڳورا تعظيمِ انسانيءَ ۾ اٿي بيٺا!!

## بغير ڪنهن فرق جي عدل ۽ انصاف سان فيصلو ڪرڻ

الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

﴿وَإِذَا حَكَمْتُمْ بَيْنَ النَّاسِ أَنْ تَحْكُمُوا بِالْعَدْلِ إِنَّ اللَّهَ نِعِمَّا يَعِظُكُمْ بِهِ إِنَّ اللَّهَ كَانَ سَمِيعًا بَصِيرًا﴾ (5)

ترجمو: ۽ جڏهن توهان ماڻهن ۾ فيصلو ڪريو تہ انصاف سان فيصلو ڪريو، بيشڪ الله تعالىٰ توهان کي بهترين نصيحت فرمائي ٿو، بيشڪ الله تعالىٰ ٻڌي (۽) ڏسي ٿو.

نبي ڪريم ﷺ جن جي حضور ۾ هڪ مالدار عورت جو فيصلو آيو جنهن تي چوري جو جرم ثابت ٿيو ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن هٿ ڪپڻ جي سزا ٻڌائي تہ حضرت اسامه بن زيد ان عورت جي سزا ۾ ڪمي ڪرڻ جي درخواست ڪئي تنهن جي جواب ۾ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو:

«إِنَّمَا هَلَكَ الَّذِينَ مَنْ قَبْلِكُمْ، أَنَّهُمْ كَانُوا إِذَا سَرَقَ فِيهِمُ الشَّرِيفُ تَرَكُوهُ، وَإِذَا سَرَقَ فِيهِمُ الضَّعِيفُ أَقَامُوا عَلَيْهِ الْحَدَّ، وَايْمُ اللهِ، لَوْ سَرَقَتْ فَاطِمَةُ بِنْتُ مُحَمَّدٍ لَقَطَعْتُ يَدَهَا»[6]

ترجمو: "تحقيق توهان کان اڳ وارا ان ڪري تباهہ ٿيا جو انهن مان جيڪڏهن ڪو امير چوري ڪندو هو تہ ان کي ڇڏي ڏيندا هئا ۽ جيڪڏهن ڪو ڪمزور چوري ڪندو هو تہ ان کي سزا ڏيندا هئا. ۽ الله تعالىٰ جو قسم! جيڪڏهن هن عورت جي جاءِ تي فاطمة بنت محمد (عليها السلام) بہ چوري ڪري ها تہ مان ضرور ان جو هٿ ڪپيان ها."

هن حديث پاڪ مان چٽي طرح واضح ٿيو تہ جيڪڏهن پاڻ ڪريم ﷺ جن جي دربار ۾ ڪو فيصلو ايندو هو تہ ان کي قرآن پاڪ جي حڪم مطابق عدل سان ڪندا هئا ۽ فيصلي ڪرڻ يا ان کي نافذ ڪرڻ وقت امير غريب، وڏي ننڍي، دوست دشمن، مسلم غير مسلم ۽ رنگ ونسل جو فرق هرگز ڪو نہ ڪندا هئا ۽ اها ئي تعليم پنهنجي اصحابن کي ڏنائون جيڪا سندن جي سيرت پڙهڻ سان واضح ٿئي ٿي.

نبي ڪريم ﷺ سان ڪفارِ مڪه جي تمام سخت دشمني هئي مگر تنهن هوندي بہ اهي نبي ڪريم ﷺ جن وٽ پنهنجون قيمتي شيون امانت طور رکندا هئا. ۽ جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن تي ڪفارِ مڪه سختيون ۽ تڪليفون شروع ڪيون ۽ بيوقوف، مال جو لالچي، جادوگر، ڪاهن، ڪوڙو نبي ۽ شاعر وغيره جهڙيون خراب وصفون اهڙي عظيم انسان تي لڳايائون جنهن کي هو پاڻ بہ صادق ۽

امين جي لقب سان سڃاڻيندا هئا مگر ان سخت دشمني هوندي به امانتون سندن وٽ رکندا هئا.

جڏهن پاڻ ڪريم ﷺ جن مڪي پاڪ کي ڇڏي مديني منوره ڏانهن هجرت جو ارادو ڪيو ته سندن وٽ ڪفارِ مڪه جون ڪيتريون ئي قيمتي شيون امانت طور رکيل هيون. ڪفارِ مڪه جي طرفان مليل تڪليفن خاص ڪري مڪي پاڪ کي ڇڏائڻ باوجود پاڻ سڳورن جو انصاف ته ڏسو! حضرت علي ڪرم الله وجههٗ جن کي مڪي ۾ صرف ان لاءِ رهڻ جو حڪم ڪيائون ته جيئن امانتون مالڪن جي حوالي ڪري پوءِ مديني اچن. حضرت علي ڪرم الله وجههٗ جن ٽي ڏينهن مڪي ۾ رهي، امانتون مالڪن کي پهچايون ۽ پوءِ مديني ڏانهن هجرت ڪيائون. (7)

اهڙي حالت ۾ جڏهن انسان کي مال جي ضرورت هجي ۽ اهو مال به وري سخت ترين دشمنن جو هجي جيڪي سالن جا سال تڪليفون ڏيندا رهيا، ۽ هجرت کان پوءِ مڪي ۾ ڇڏيل مسلمانن جي ملڪيتن تي قبضا ڪيائون ۽ سڀ کان وڏي ڳالهه ته انهن نبي ڪريم ﷺ جن کي پڪڙي پيش ڪندڙ لاءِ انعام به رکيو هو، ته اهڙي مال کي عام انسان ته هرگز واپس ڪونه ڪندو. جڏهن مديني ڏانهن مسلمانن هجرت ڪئي ته ان وقت مال ۽ ملڪيت جي سخت ضرورت هئي ڇو ته مسلمان پنهنجو مال ۽ ملڪيت مڪي ۾ ڇڏي بالڪل غريب ۽ مسڪين ٿي زندگي گذارڻ لڳا هئا جيڪڏهن ٻيو ڪو هجي ها ته ضرور انهن جي مدد لاءِ امانتن کي استعمال ڪري ها يا وري پنهنجي دين جي تبليغ ۽ ترويج لاءِ استعمال ڪري ها.

پر امانت رکندڙ ۽ امين جي وچ ۾ جيڪو معاهدو ٿيل هوندو آهي ان کي انصاف سان ۽ عدل سان پورو ڪرڻ لازم هوندو آهي چاهي حالات ڪهڙا به هجن. عدل کي عملي طور هرڪو نافذ نٿو ڪري سگهي بلڪ ڪي خاص ماڻهو ئي نافذ ڪري سگهن ٿا جيڪي هر هڪ دنيوي لالچ ۽ حرص کان پاڪ هجن. ڪفارِ مڪه کي اها تسلي هئي ته اسان جون امانتون محفوظ هٿن ۾ آهن توڙي حالات ڪهڙا به هجن ۽ اسان پنهنجي امين کي ڪيتريون به تڪليفون ڏيون، تنهن هوندي به اُهو رسولِ امين ﷺ اسان سان نه دوکو ڪندو ۽ نه وري خيانت ڪندو.

هڪ طرف ڪفارِ مڪه ايذاءَ ۽ تڪليفن ڏيڻ ۾ حد ڪري ڇڏي ته ٻئي طرف نبي ڪريم ﷺ جن وري انهن سان وفا ڪرڻ ۾ به حد ڪري ڇڏي!

چو ته هڪ طرف ڪافر هئا ۽ هڪ طرف رب العالمين جو رسول رحمة للعالمين! ۽ ٻنهي جي روين جي درميان زمين آسمان جو فرق آهي.

ايڏي وڏي ڪارنامي ڪان پوءِ به نبي ڪريم ﷺ جن وڏائي ۽ تڪبر نه ڪيو ۽ پنهنجي نفس لاءِ ايئن نه چيو ته مان هي ڪم ڪيو يا هُو ڪم ڪيو. بلڪ عدل ۽ امانت رسائيءَ جو هي سڄو مرحلو بغير تڪلف ۽ بغير تڪليف جي خاص الله ڪارڻ ڪيائون ۽ خالص نيت سان ڪيائون ۽ ان تي ڪو به اجر نه ورتائون. قرآن مجيد ۾ آهي:

﴿قُلْ مَا أَسْأَلُكُمْ عَلَيْهِ مِنْ أَجْرٍ﴾ (8)

ترجمو: رسولِ عربي توهان فرمايو آئون توهان ڪان انهيءَ جو ڪو اجورو نٿو گهران.

پوءِ اسان ڪي به گهرجي ته اهڙي عادلن جي امام ۽ نبين ۽ رسولن جي سردار جي امانتداري، عدل ۽ انصاف جي ڏسيل رستي تي هلون ۽ جيڪڏهن ڪو امين سمجهي ۽ اسان تي اعتبار ڪري، امانت رکي ته ان جي حفاظت ۾ ڪنهن به قسم جي ڪوتاهي نه ڪيون. يتيمن ۽ مسڪينن جي مال تي ناجائز طريقن سان قبضو ڪرڻ بجاءِ ان مال ۽ ملڪيت ڪي حقدارن تائين پهچائڻ ۾ ثابت قدم رهنداسين ته آخرت ۾ به ڪاميابي نصيب ٿيندي.

## غريب جي مدد ۽ غربت جي خاتمي لاءِ عملي قدم

اسلام جي بنيادي رڪنن مان هڪ رڪن زڪوات آهي جيڪو دراصل معاشري ۾ مال جي تقسيم جو هڪ بهترين نمونو آهي. جيڪڏهن اڄ به هر هڪ صاحب نصاب ماڻهو پنهنجي مال جو مقرر حصو غريبن ۽ مستحقن جي حوالي ڪري ته يقيناً اسان جو به معاشرو هڪ بهترين ۽ متوازن معاشرو بڻجي ويندو ۽ ڪو ماڻهو بدحاليءَ جو شڪار نه ٿيندو.

اها ئي حڪمت آهي جنهن جي ڪري الله تبارڪ وتعالىٰ جتي جتي نماز ادا ڪرڻ جو حڪم ڪيو آهي ته ان سان گڏو گڏ زڪوات ادا ڪرڻ جو به حڪم ڪيو آهي چو ته اهو اميرن جي مال ملڪيت مان حقدارن جو حق آهي ۽ ان ۾ غريبن،

مسڪينن، يتيمن لاءِ فائدا آهن ۽ اهو مال غريبن، مسڪينن، يتيمن ۽ ٻين ضرورت مندن تي ئي خرچ ڪيو ويندو آهي.

نبي ڪريم ﷺ جن پڻ زڪوات ادا ڪرڻ لاءِ مسلمانن تي زور ڀريو ۽ زڪوات ادا ڪرڻ ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڪوتاهي ڪندڙ سان سختيءَ سان پيش اچڻ جو حڪم ڪيو آهي. اهو ئي سبب هو جو جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن جي وصال کان پوءِ ماڻهن چيو تہ اسان نماز تہ پڙهنداسين مگر زڪوات ادا ڪرڻ کان انڪار ڪيائون. تنهن تي حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه فرمايو:

وَاللهِ لَأُقَاتِلَنَّ مَنْ فَرَّقَ بَيْنَ الصَّلَاةِ وَالزَّكَاةِ، فَإِنَّ الزَّكَاةَ حَقُّ الْمَالِ... [9]

ترجمو: الله جو قسم مان ضرور انهن سان وڙهندس جيڪي نماز ۽ زڪوات ۾ فرق ٿا ڪن، پوءِ بيشڪ زڪوات (صاحب نصاب جي) مال تي حق آهي.

زڪوات کان علاوه نبي ڪريم ﷺ جن جي سيرت ۾ اسان کي ڪيترائي ٻيا بہ مثال ملندا جنهن جو سڌو سنئون فائدو غريبن، مسڪينن ۽ معاشري جي مالي طور ڪمزور ماڻهن کي پهچندو آهي. جهڙوڪ صدقو ادا ڪرڻ، فطرو ادا ڪرڻ، خير خيرات ڪرڻ، فوت ٿيلن لاءِ ايصال ثواب ڪرڻ جي ذريعي پاڻيءَ جا کوهہ کوٽائڻ وغيره.

الله تعالیٰ نبي ڪريم ﷺ جن کي اسان جي جانن جو مالڪ ۽ ولي بڻايو آهي ان ذمه داري کي نڀائيندي جڏهن بہ ڪو قرضي فوت ٿي ويندو هو تہ ان جو قرض ادا ڪرڻ جي ذمه داري نبي ڪريم ﷺ جن پاڻ بخوبي سرانجام ڏيندا هئا. ۽ باقاعده جنازي نماز کان اڳ پڇندا هئا تہ هن تي قرض آهي يا نہ جيڪڏهن نہ هوندو هو تہ پوءِ نماز پڙهندا هئا ۽ جيڪڏهن جنازي مٿان قرض هوندو هو تہ پهريان قرض ادا ڪيو ويندو هو پوءِ نماز پڙهي ويندي هئي. حديث شريف ۾ آهي:

قال ﷺ: «أنا أولى بالمؤمنين من أنفسهم، فمن توفي وعليه دين فعلى قضاؤه، ومن ترك مالا فهو لورثته» [10]

پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو تہ: مان (محمد ﷺ) مؤمنن جي جانين جو انهن کان بہ وڌيڪ حقدار آهيان، پوءِ جيڪو فوت ٿئي ۽ ان تي قرض هجي تہ ان جو ادا ڪرڻ

مون (محمد ﷺ) تي آهي، ۽ جنهن مال ڇڏيو تہ اهو ان جي وارثن لاءِ آهي.

هن حديث شريف مان هي واضح ٿيو تہ قرضدار ۽ قرض ڏيندڙ جي درميان معاهدو هوندو آهي جيڪڏهن قرض ادا نہ ٿيندو تہ قرض ڏيندڙ کي بغير ڪنهن سبب جي مالي نقصان کي منهن ڏيڻو پوندو آهي ۽ وارثن يا ملڪيت جي هوندي ان جو قرض ادا نہ ڪرڻ ان قرض ڏيندڙ جي احسان جو بدلو چٽڪ زيادتيءَ ۽ ظلم سان ڏنو ويو ۽ ان سان نا انصافي ڪئي وئي. تنهن ڪري ان مالي نا انصافيءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ نبي ڪريم ﷺ جن قرض ادا ڪرڻ جي تعليم ڏني ۽ سخت تاڪيد فرمايو ۽ قرض ادا نہ ڪرڻ تائين جنازه نماز بہ وقتي طور معطل ڪيائون حالانڪہ جنازي کي جلد از جلد پنهنجي قبر ۾ پهچائڻ جو حڪم بہ ڏنل آهي.

تعليمات مصطفوي ۾ مذڪوره سماجي تعاون جي تعليم کان علاوه جنهن اهم ڪم جو حڪم ڏنو ويو اهو بکايل پاڙيسرين کي کاڌو کارائڻ آهي. ڇو تہ جيڪڏهن معاشري جي اصلاح ڪرڻي آهي تہ هر هڪ پنهنجي پر ۾ پنهنجي پاسي ۾ ڏکويلن ۽ ڪمزورن جي مدد ڪري ۽ انهن سان مشڪل وقت ۾ ساٿ ڏئي اصلاح ڪري سگهي ٿو. حديث شريف ۾ آيو آهي:

قال رسول الله ﷺ: «ما آمن بي من بات شبعانا وجاره جائع إلى جنبه وهو يعلم به»(11)

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي: ان شخص مون تي ايمان نہ آندو، جيڪو پاڻ پيٽ ڀري رات جو سمهي ۽ ان جي ڀر ۾ پاڙيسري بکيو هجي ۽ ان کي ان جي بکي رهڻ جي خبر بہ هجي.

غربت جي خاتمي لاءِ جيڪي مثبت طريقا نبي ڪريم ﷺ جن جي زندگيءَ مان اسان کي ملن ٿا انهن مان اهم ترين طريقو مؤاخات آهي. مؤاخات مان مراد ڪجهہ وقت لاءِ ماڻهن کي هڪ ٻئي جو ڀاءُ بڻائڻ ۽ هڪ ٻئي جي هر طرح سان معاشي ۽ معاشرتي مدد ڪرڻ. مؤاخات هڪ ڀيرو مڪي ۾ ڪئي وئي جڏهن مسلمانن تي ڪفارِ مدينه زندگي جيئڻ مشڪل ڪري ڇڏي هئي ۽ مؤاخات جي ذريعي مسلمانن هڪ ٻئي جي مدد ڪري اهو مشڪل ترين وقت هڪ ٻئي جي مدد

سان گذاريو. ٻيو دفعو مؤاخات مديني مبارڪ ۾ ڪئي وئي جتي انصار ۽ مهاجر مسلمانن جي درميان مؤاخات ٿي جتي هڪ انصاري ۽ هڪ مهاجر کي پاڻ ۾ ڀاءُ ڪيو ويو ۽ اهي حقيقي ڀائرن کان به وڌيڪ سهڻي رويي سان زندگي گذارڻ لڳا.

جيئن ته مهاجر صحابي پنهنجي سموري ملڪيت مڪي ۾ ڇڏي آيا هئا سندن مديني ۾ ڪو به مٽ مائٽ ڪونه هو ۽ مديني وارن انصار صحابين کي وري پنهنجي قوم وارن قبول اسلام جي ڪري قطع تعلق (سوشل بائڪاٽ) ڪيو هو پر وٽن ڪجهه زمينون ۽ ننڍا ننڍا ڪاروبار هئا تنهنڪري هر هڪ انصار پنهنجي جوڙيءَ واري مهاجر کي زراعت سيکاري يا وري انکي ڪو ننڍو ڪاروبار شروع ڪري ڏنو تان جو هڪ سال جي مختصر عرصي دوران مهاجر مسلمان پاڻ ڀرا ٿيا ۽ مسلمان قوم جيڪا ڪجهه وقت اڳ ڪمزور ترين ۽ مظلوم قوم هئي اها مؤاخات جهڙي عظيم تعلق ۽ رشتي جي سبب هن دنيا جي طاقتور ترين قوم بڻجي وئي ۽ ٻين مظلومن جي به مدد ڪرڻ لڳي.

مؤاخات مان اسان مسلمانن کي اهو درس ملي ٿو ته جيڪڏهن ڪو غريب مسڪين يا ڪو يتيم آهي ته ان جي ڪفالت جي ذميواري اهي ماڻهو پنهنجي ذمي کڻن جن کي الله تبارڪ وتعالىٰ دنياوي دولت سان نوازيو آهي ۽ اهو ئي واحد ذريعو آهي جنهن سان اسان جي هن طبقاتي معاشري مان غربت جو خاتمو ممڪن ٿي سگهي ٿو ۽ جيڪي ويڇا ۽ فرق غريب ۽ امير جي درميان پيدا ٿيل آهن سي به مؤاخات مدينه جي طرز تي هلي ختم ڪري سگهجن ٿا.

## غلاميءَ جي خاتمي لاءِ عملي قدم

اسلام جي ظهور کان اڳ ۾ ماڻهو ڪمزورن ۽ جنگي قيدين وغيره کي غلام ڪري پاڻ وٽ رکندا هئا ۽ انهن سان جانورن جهڙو سلوڪ ڪيو ويندو هو. باقاعده انسانن جو ڪاروبار ٿيندو هو ۽ بازاريون لڳنديون هيون جنهن ۾ انسانن جي خريد و فروخت ٿيندي هئي.

الله تبارڪ وتعالىٰ انسان کي آزاد ڪري پيدا ڪيو آهي ۽ ان کي پنهنجي غلامي ۽ عبادت لاءِ پيدا ڪيو آهي پوءِ ضروري آهي ته انهن کي سڀ کان اول انسانن جي غلاميءَ مان ڇڏائجي ۽ معاشري جي به تقاضا هئي ته هر هڪ ماڻهو

پنهنجي زندگي پنهنجي مرضيءَ مطابق گذاري.

نبي ڪريم ﷺ جن غلامن سان سهٺي سلوڪ جو درس ڏيڻ سان گڏو گڏ انهن جي آزاد ڪرائڻ جي به ڀرپور ڪوشش ڪئي ۽ اهو ئي سبب آهي جو حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه پنهنجي مال جو هڪ وڏو حصو ڏئي تقريباً ست ماڻهو ڪافرن جي غلاميءَ مان آزاد ڪرايا جن ۾ حضرت سيدنا بلال حبشي رضي الله عنه به شامل آهن.

اسلامي تعليمات ۾ غلامن جي آزاديءَ گناهن جي بدلي ۾ ڪفاري طور رکي وئي آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي گهرواريءَ سان ظهار ڪري ته غلام آزاد ڪرائي، روزو ٽوڙي ته به غلام آزاد ڪرائي، قتل جي بدلي به غلام آزاد ڪرائي. ايتري قدر جو قسم ٽوڙڻ ۾ به غلام آزاد ڪرائڻ جو بدلو رکيو ويو. ۽ اهو رسولِ رحمت ﷺ جن جي تعليمات جو ئي نتيجو آهي جو اسلام جي ظهور کان تقريبا هڪ صديءَ ۾ اڪثر غلام آزاد ٿي ويا ۽ غلاميءَ جو دور آهسته آهسته دنيا مان اهڙيءَ طرح ختم ٿيو چڻ ڪه هيو ئي ڪونه.

اهڙي طرح نبي ڪريم ﷺ جن قيدين سان به سهٺي سلوڪ جو حڪم ڪيو ۽ انهن جي آزاديءَ لاءِ به ڪوشش ڪندا رهندا هئا. جيئن جنگ بدر جي دوران جيڪي جنگي قيدي مسلمانن جي حصي ۾ آيا انهن جي کاڌ خوراڪ جي ذميواري نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجي اصحابن جي مٿان مقرر ڪئي ۽ مختلف اصحابن ۾ اهي قيدي ورهايا ويا. اصحابين سڀني کي حڪم ڪيو ويو ته انهن قيدين سان ڀلائي ڪن ۽ نيڪ سلوڪ ڪن. ان عظيم نيڪ سلوڪ جي شاهدي بدر جي هڪ قيدي ابو عزيز بن عمير هن طرح ڏني آهي:

قَالَ وَكُنْتُ فِي رَهْطٍ مِنَ الْأَنْصَارِ حِينَ أَقْبَلُوا بِي مِنْ بَدْرٍ، فَكَانُوا إِذَا قَدَّمُوا غَدَاءَهُمْ وَعَشَاءَهُمْ خَصُّونِي بِالْخُبْزِ، وَأَكَلُوا التَّمْرَ، لِوَصِيَّةِ رَسُولِ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ إِيَّاهُمْ بِنَا، مَا تَقَعُ فِي يَدِ رَجُلٍ مِنْهُمْ كِسْرَةُ خُبْزٍ إِلَّا نَفَحَنِي بِهَا. قَالَ: فَأَسْتَحْيِي فَأَرُدُّهَا عَلَى أَحَدِهِمْ، فَيَرُدُّهَا عَلَيَّ مَا يَمَسُّهَا. (12)

جنگ بدر جو قيدي ابوعزيز بن عمير چئي ٿو: جنگ بدر ۾ قيد ٿيڻ کان پوءِ مان ڪنهن انصار صحابيءَ جي گهر ۾ هيس، پوءِ جڏهن مانيءَ جو وقت ٿيندو هو ته منهنجي اڳيان ماني پيش ڪندا هئا ۽ پاڻ کارڪ کائي گذارو ڪندا هئا. اهوان ڪري جو رسول الله ﷺ جن انهن کي اسان قيدين لاءِ وصيت فرمائي هئي.

جيڪڏهن انصارن جي گهر ۾ ڪنهن فرد ڪي ڪو مانيءَ ٽڪرو زمين تان هٿ ايندو هو تہ هو ان ڪي چنڊي ڦوڪي مونکي ڏيندا هئا تہ مونکي شرم ٿيندو هو پوءِ مان انهن ڪي واپس ڪندو هوس مگر هو ڪونہ وٺندا هئا.

قيدين سان پيلائي ۽ سهڻو سلوڪ ڪرڻ ۽ انهن ڪي بهتر ڪاڌو ڪارائڻ ۽ پاڻ ڪارڪن تي گذارو ڪرڻ صرف ۽ صرف تعليماتِ مصطفويءَ مان ئي ملي سگهي ٿو ۽ قيدي بہ اهي جن سموري زندگي مسلمانن کي تڪليفون ۽ ايذاء پهچائڻ ۾ گذاري پر پوءِ بہ انهن سان حسن سلوڪ ۽ پيلائيءَ ڪرڻ جو حڪم ڏيڻ بيشڪ عظيم بهادري ۽ برداشت جي مظاهري ڪان علاوه انسانيت جي پيلائيءَ جو هڪ بهترين ۽ لازوال مثال آهي.

قيدين سان سهڻي سلوڪ ڪان علاوه انهن جي آزاديءَ لاءِ بہ پاڻ ڪريم ﷺ جن تعليم ڏني آهي. جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجي اصحابن سڳورن سان جنگ بدر جي قيدين جي باري ۾ مشورو ڪيو تڏهن انهن مان ڪن مال جي بدلي آزاد ڪرڻ جو مشورو ڏنو چو تہ اهي ڪفارِ مڪه تمام گهڻا مالدار هئا ۽ اها بہ اميد هئي تہ شايد اهي ڪجهہ وقت ۾ مسلمان بہ ٿي وڃن ۽ اسلام جي خدمت ڪن، ۽ انهن مان ڪن وري قيدين ڪي باهہ ۾ ساڙڻ ۽ ماري ڇڏڻ جا مشورا ڏنا چو تہ انهن ڪافرن، مسلمانن سان مڪي ۾ تمام گهڻا ظلم ڪيا هئا ۽ ڪيترن ئي مردن ۽ عورتن ڪي شهيد بہ ڪيو هئائون. جيئن تہ نبي ڪريم ﷺ جن ڪي الله تعالیٰ رحمة للعالمين ڪري موڪليو هو تنهن ڪري نبي ڪريم ﷺ جن انهن جي جانين ڪي مال جي بدلي آزاد ڪيو ۽ جن وٽ وري مال ملڪيت ڪونہ هو انهن ڪي چيائون تہ توهان مان هر هڪ مديني پاڪ جي ڏهن ٻارن ڪي لکڻ پڙهڻ سيکاري ۽ انهن ڪي تعليم ڏئي تہ اهو ان جو فديو آهي.

بدر جي قيدين ۾ ڪي تہ اهڙا بہ قيدي هئا جن ڪي بغير ڪنهن فديي جي آزاد ڪيو ويو جن مان ابوالعاص بن الربيع، مطلب بن حنطب، عمرو بن عبدالله (هي مسڪين هو ۽ ان ڪي نياڻين جي اولاد گهڻي هئي، جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ عرض ڪيائين تہ يارسول الله توهان ڪي تہ خبر آهي مون وٽ ڪجهہ بہ ناهي ۽ مان محتاج ۽ گهڻي اولادوارو آهيان، مون تي احسان فرمايو. پاڻ ڪريم ﷺ جن ان ڪي آزاد ڪيو ۽ ان ڪان صرف اهو وعدو ورتو ويو تہ تون اسلام

جي دشمنن جي مدد نہ ڪندين. پوءِ ان شخص نبي ڪريم ﷺ جن جي تعريف ۾ اشعار بہ چيا) [13]

## عورتن سان سهڻو سلوڪ ڪرڻ

الله تعاليٰ هڪ آدم مان مرد ۽ عورتون پيدا ڪيا ۽ انهن کي انساني بنيادن تي هڪ جهڙا حق ڏنا ۽ عورتن کي جسماني طور ڪمزور ۽ نفيس ڪري پيدا ڪيو جنهن ۾ ڪيترائي اسرار ۽ حڪمتون سمايل آهن. مگر ماڻهن وري عورتن جي ڪمزوريءَ جي ڪري انهن تي ظلم ۽ نا انصافيون ڪرڻ شروع ڪيون ايتري قدر جو انهن کان زنده رهڻ جو حق بہ کسيو ويو ۽ نياڻين جي ڄمندي ئي بُڇڙي شڪل ٺاهيندا هئا ۽ ڪي وري ڄمندي ئي زنده زمين ۾ دفن ڪري ڇڏيندا هئا ۽ عورتن کي مال ۽ ملڪيت مان ڪو بہ حصو ڪو نہ ڏيندا هئا ۽ جيڪڏهن سندس مڙس مري ويندو هو تہ ڪي وري ان کي ٻي شادي ڪرڻ جو بہ حق ڪو نہ ڏيندا هئا.

جڏهن اسلام جو ظهور ٿيو تہ اسلام عورتن کي جيئڻ جو حق ڏنو ۽ انهن کي جيئري دفن ڪرڻ کان منع ڪيو ۽ عورت کي والدين ۽ مڙس وغيره جي مال مان وراثت جو حقدار بہ ڪيو ۽ گڏو گڏ ان جي زندگيءَ جي سڀني ذميواري مَردن تي رکي وئي ۽ جيڪڏهن ڪا عورت طلاق يافتہ يا بيوه ٿئي تہ ان کي ٻي شادي ڪرڻ جي بہ اجازت ڏني وئي.

نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجي نياڻين سان بيحد محبت ڪندا هئا ۽ ٻين کي بہ نياڻين سان محبت جي تلقين ڪندا هئا. نبي ڪريم ﷺ جن حضرت بيبي فاطمة رضي الله عنها جو استقبال هن طرح ڪندا هئا:

«إذا دخلت عليه قام إليها فأخذ بيدها، وقبلها، وأجلسها في مجلسه» [14]

حضرت بي بي فاطمة سڳوري رضي الله عنها جڏهن بہ نبي ڪريم ﷺ جن جي بارگاه ۾ حاضر ٿيندي هئي تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن پنهنجي جاءِ تان اٿي بيهي پنهنجي نياڻيءَ سڳوريءَ جو استقبال ڪندا هئا پوءِ سندن هٿ پڪڙيندا هئا ۽ چمندا هئا ۽ پنهنجي جاءِ تي ويهاريندا هئا.

نبي ڪريم ﷺ جن عورتن کي حق ڏيارڻ کان علاوه انهن جي تربيت تي خصوصي توجہ ڏيڻ جي تلقين بار بار ڪئي آهي ۽ انهن جي ڪفالت ۽ پرورش دوران

انهن سان ڀلائي ۽ نيڪي ڪندڙ کي جنتي قرار ڏنو ويو آهي. حديث شريف ۾ آهي:

«من ابتلى من البنات بشيء، فأحسن إليهن كن له سترا من النار»[15]

جنهن کي نياڻيون هجن، پوءِ انهن سان سهڻو سلوڪ ڪيو ته اهي نياڻيون ان جي لاءِ جهنم کان (بچائيندڙ) پردو ٿينديون.

«من عال جاريتين حتى تبلغا، جاء يوم القيامة أنا وهو» وضم

أصابعه(16)

جنهن شخص ٻن نياڻين جي پرورش ڪئي ايستائين جو بلوغت کي پهتيون، ته اهو شخص ۽ مان محمد ﷺ هنن ٻن آڱرين وانگر گڏ هونداسين.

نبي ڪريم ﷺ جن فقط نياڻين سان سهڻي سلوڪ جو درس ڪونه ڏنو بلڪ عورت جيڪڏهن ماءُ جي حيثيت ۾ آهي ته ان جي خدمت به واجب قرار ڏني وئي ۽ ڀيڻ ۽ ڌيءَ جي صورت ۾ آهي ته ان جي شادي ۽ ڏاج تائين: سموري ذميواري پيءُ يا ڀاءُ جي مٿان رکي وئي ۽ جيڪڏهن زال آهي ته ان جي کاڌ خوراڪ بلڪه ڪپڙي لٽي جو بندوبست سندس مڙس تي رکيو ويو آهي.

نبي ڪريم ﷺ جن حجة الوداع جي خطبي دوران به واضح ڪيو ته توهان تي عورتن جا حق آهن ۽ عورتن تي به توهان جا حق آهن. ان کان علاوه بار بار عورتن سان نيڪ سلوڪ ڪرڻ جي وصيت فرمايائون. حديث شريف ۾ آهي:

«استوصوا بالنساء خيرا»[17] عورتن سان خير خواهي ۽ ڀلائي ڪريو.

هتي هيءَ ڳالهه ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته تعليمات مصطفويءَ ۾ هر هڪ ماڻهوءَ جي ڪم ڪرڻ لاءِ هڪ دائرو مقرر ڪيو آهي جيڪو محض انصاف ۽ عدل تي مبني آهي جيڪو فطرتاً جسماني طور مضبوط(مرد) آهي ان کي گهر کان ٻاهر جون ذميواريون ڏنيون ويون ۽ جيڪو فطرتاً جسماني طور ضعيف (عورت) آهي ان جي مٿان هڪ دائري ۾ رهي تربيتِ اولاد جهڙي عظيم ذميواري کان علاوه گهر جي نگراني، مٽن مائٽن سان ملاقاتون ۽ خاندان ۾ رشته ڪرائڻ جهڙا ڪم مقرر ڪيا ويا ۽ عورت کي خاندان جي مالي ڪفالت کان آزاد ڪيو ويو ۽ ان عورت جي

ڪفالت وري مردن جي ذمي لڳائي وئي.

اسلام جي مقابلي ۾ جيڪڏهن مغرب جي تهذيب کي ڏسبو ته معلوم ٿيندو ته انهن عورت جي نزاڪت، حسن، لطافت ۽ فطرت کي مساوات جي پردي پويان ختم ڪري سڀ کان اول عورت کي گهر جهڙي پر امن جڳهه کان ڪڍيو ۽ ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلڻ جهڙو بي فائده نعرو عورتن کي ڏئي انهن کي ايڊورٽائيزنگ (اشتهارن) جي ايجنسين ۾ ويهاريو ۽ مردن جي نفساني خواهشن جي پورائي جو سامان بڻايو ۽ عورتن جي تقدس، احترام ۽ نسوانيت کي ختم ڪري آزاديءَ جهڙي خوشنما اصطلاح جي پردي ۾ وڏي چالاڪيءَ ۽ مڪاريءَ سان عورت کي پنهنجو معاشي بار پاڻ کڻڻ تي مجبور ڪيو ۽ اهڙي طرح مردَ، عورتن جي ڪفالت کان آزاد ٿي ويا جيڪا سندن فطري ذميواري آهي.

## فرق باوجود محبت رکڻ ۽ اهل ماڻهن کي ذمه داريون ڏيڻ

الله تعالىٰ پنهنجي حڪمت سان انسانن کي مختلف قبيلن، رنگن، نسلن، جنسن، ذاتين، ٻولين قبيلن ۽ ٻين فرقن سان پيدا فرمايو، مگر پوءِ به انسان هجڻ سبب سڀني انسانن کي برابريءَ جو درجو ڏنائين ۽ انهن کان عملن جي قبول ڪرڻ ۾ ڪو به فرق نه رکيائون نه ڪنهن گوري کي ڪاري ۽ نه ڪنهن ڪاري کي گوري تي، نه ڪنهن عربيءَ کي عجميءَ ۽ نه ڪنهن عجميءَ کي عربيءَ تي ڪنهن قسم جي فضيلت ڏني وئي. جيڪڏهن ڪا فضيلت آهي ته اهو انهن جي تقوىٰ، اخلاص ۽ نيڪ عملن جي بنياد تي آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي:

﴿يَا أَيُّهَا النَّاسُ إِنَّا خَلَقْنَاكُمْ مِنْ ذَكَرٍ وَأُنْثَىٰ وَجَعَلْنَاكُمْ شُعُوبًا وَقَبَائِلَ لِتَعَارَفُوا إِنَّ أَكْرَمَكُمْ عِنْدَ اللَّهِ أَتْقَاكُمْ إِنَّ اللَّهَ عَلِيمٌ خَبِيرٌ﴾ (18)

ترجمو: اي انسانو! بيشڪ اسان توهان کي هڪ مرد ۽ هڪ عورت (حضرت آدم ۽ بيبي حوا) مان پيدا ڪيو ۽ توهان کي ڪُڙم ۽ قبيلا ڪري پيدا ڪيو ان لاءِ ته توهان هڪ ٻئي کي سڃاڻي سگهو، بيشڪ الله تعالىٰ وٽ توهان مان وڌيڪ معزز توهان مان وڌيڪ پرهيزگار آهي، بيشڪ الله تعالىٰ ڄاڻندڙ خبردار آهي.

وقت گذرڻ سان گڏو گڏ انسانن فضيلت جو بنياد رنگ، نسل، جنس،

مذهب ۽ قبيلن تي رکيو جيڪو فطرت جي بالڪل خلاف هو تنهن ڪري نبي ڪريم ﷺ جن انهن فرقن کي ختم ڪرڻ لاءِ عملي ڪردار ادا ڪيو آهي ۽ هڪ متوازن ۽ پائيچاري جي بنياد تي جديد معاشرو بڻائڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي آهي.

پاڻ ڪريم ﷺ جن جي قول ۽ فعل جي طرف جڏهن نظر ڪبي يا اسلام جي تعليمات (نماز، روزو، زڪوات يا حج وغيره) جي اسرارن کي ڏسبو ته ان جو نتيجو اهو ئي نڪرندو ته اسلام ڪڏهن به انسانن جي درميان فرق نٿو ڪري. نبي ڪريم ﷺ جن حجة الوداع جي موقعي تي فرمايو:

فَقَالَ: «يَا أَيُّهَا النَّاسُ، أَلَا إِنَّ رَبَّكُمْ وَاحِدٌ، وَإِنَّ أَبَاكُمْ وَاحِدٌ، أَلَا لَا فَضْلَ لِعَرَبِيٍّ عَلَى عَجَمِيٍّ، وَلَا لِعَجَمِيٍّ عَلَى عَرَبِيٍّ، وَلَا أَحْمَرَ عَلَى أَسْوَدَ، وَلَا أَسْوَدَ عَلَى أَحْمَرَ، إِلَّا بِالتَّقْوَى أَبَلَّغْتُ» ، قَالُوا: بَلَّغَ رَسُولُ اللهِ»[19]

پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: اي انسانو! خبردار! بيشڪ توهان جو رب هڪڙو ئي آهي، ۽ بيشڪ توهان جو پيءُ هڪڙو (آدم) آهي، خبردار! ڪنهن به عربيءَ کي ڪنهن عجميءَ تي فضيلت ناهي، ۽ نه ڪنهن عجميءَ کي عربيءَ تي، ۽ نه ڪنهن گوري کي ڪاري تي ۽ نه ڪنهن ڪاري کي گوري تي، مگر فضيلت تقوىٰ جي ڪري آهي. ڇا مان توهان تائين (دين) پهچايو. اصحابن چيو: (يقينًا) الله جي رسول (دين کي اسان تائين) پهچايو.

حضرت شاهه عبداللطيف نبي ڪريم ﷺ جن جي ان درس ۽ تعليم کي هن بيت ۾ ڪيڏي نه سهڻي نموني سمايو آهي.

نَئون نِياپو آيو، راڻي مُلان راتِ،
لَڌيسُون لَطِيفُ چئي، ڪَنان ڏاتَر ذاتِ،
ڪَهڙي پُڇين ذاتِ؟ جي آيا، سي اَڳِهيا. [20]

پاڻ ڪريم ﷺ جن جي عادت مبارڪ هوندي هئي ته جڏهن راند ڪندڙ ٻارن وٽان گذرندا هئا ته انهن کي سلام ڪندا هئا[21]. نبي ڪريم ﷺ جن جي

تعليمات مان واضح ٿيو ته پاڻ ننڍي وڏي ۾ به فرق نه ڪندا هئا اڄڪلهه وڏا وري ننڍن تي سلام ڪرڻ کان شرم محسوس ڪندا آهن سلام ڪرڻ کان وڏائي ڪندا آهن.

ساڳئي طرح نبي ڪريم ﷺ جن جيڪي پنهي جهانن جا سردار آهن، غلامن ۽ غريبن جي به دعوت قبول ڪندا هئا[22] ۽ انهن سان گڏ کائڻ يا انهن سان گڏ گهمڻ ۾ به ڪو شرم محسوس ڪو نه ڪندا هئا. ان کان وڌيڪ پاڻ ڪريم ﷺ جن يهوديءَ جي به دعوت قبول ڪئي. [23] نبي ڪريم ﷺ جن غلامن، غريبن ۽ معاشري جي ڪمزور ماڻهن جون به دعوتون قبول ڪيون ۽ انهن سان گڏ ڪاڌو ۽ اهڙي طرح امير ۽ غريب جي فرق کان سواءِ ماڻهن جي سڏ ۽ دعوت تي حاضر ٿيندا هئا.

نبي ڪريم ﷺ جن جيڪڏهن ڪنهن شخص کي ڪو ديني يا رياستي منصب يا عهدو ڏيندا هئا ته اهو خالص اهليت جي بنياد تي ڏيندا هئا ۽ ان ۾ ڪنهن به گوري ۽ ڪاري، ننڍي ۽ وڏي يا امير ۽ غريب جو فرق نه ڪندا هئا. پاڻ ڪريم ﷺ جن آذان جي لاءِ حضرت سيدنا بلال حبشي رضي الله عنه کي مقرر ڪيو هو[24] جيڪو دراصل غلام هو ۽ ڪاري نسل جو هو مگر سندس آواز وڻندڙ ۽ دل تي اثر ڪندڙ هو، جيڪڏهن نبي ڪريم ﷺ جن گوري ۽ ڪاري يا آزاد ۽ غلام ۾ فرق ڪن ها ته ان حبشي غلام کي ان اهم منصب تي مقرر نه ڪن ها.

اهڙي طرح پاڻ ڪريم ﷺ جن ڪنهن عربي ۽ عجميءَ جي درميان به فرق نه ڪندا هئا ۽ جيڪڏهن ڪو اهل ۽ صادق ماڻهو صحيح مشورو ڏيندو هو ته اهو قبول ڪندا هئا چاهي اهو ڪير به هجي. جڏهن جنگ خندق جو موقعو هيو ته پاڻ ڪريم ﷺ جن حضرت سلمان فارسي رضي الله عنه جي ڳالهه مڃي ۽ مديني جي طرف ايندڙ رستن تي کڏ (کاهي) کوٽي ڇڏيائون ۽ جنگ ۾ قتل عام ۽ خون وهڻ کان سواءِ ڪاميابي ماڻيائون.

هن سموري مضمون مان هي واضح ٿئي ٿو ته جيڪڏهن اڄ به مسلمان اخلاص سان نبي ڪريم ﷺ جن جي ذڪر ڪيل تعليمات تي عمل ڪن ۽ پنهنجي دائره ڪار ۾ رهي پنهنجي وسعت مطابق هر هڪ انسان سان بغير ڪنهن فرق جي

پلائي ڪندا رهن ۽ انهن سان ڏکن سکن ۾ شريڪ ٿيندا رهن قرض دارن جا قرض حسب استطاعت ادا ڪندا رهن، قيدين جي پلائي ۽ بهبود لاءِ عملي ڪردار ادا ڪن ۽ خاص ڪري عورتون جيڪڏهن ٻارن جي تعليم ۽ تربيت تي ڌيان ڏئي انهن کي معاشري جو هڪ فائده مند فرد بڻائن ۽ حڪومت وري اهل ماڻهن کي منصب رياستي تي مقرر ڪري ته اهو ڏينهن پري ناهي جو مسلمانن کي اها ئي عزت ۽ قوت واپس ملي جيڪا سندن جي عظيم نبي رحمة للعالمين ﷺ جن جي وقت ۾ هئي ۽ جيڪڏهن اها عزت ۽ قوت مسلمانن کي ملي ته مسلمان پنهنجن ته ڇا پر پين مذهبن جي مظلومن جي به داد رسي ڪري سگهندا ۽ دنيا ۾ عزت ۽ عظمت حاصل ڪرڻ سان گڏ آخرت ۾ به يقيناً ڪامياب ۽ ڪامران ٿيندا.

## حوالہ جات:


1- القران، سورة الاحزاب، آيت:21

2- مسند الامام احمد بن حنبل، المؤلف: ابو عبد الله احمد بن محمد بن حنبل بن هلال بن اسد الشيباني (المتوفى: 241هـ)، المحقق: شعيب الارنؤوط - عادل مرشد، واخرون الناشر: مؤسسة الرسالة الطبعة: الاولى، 1421 هـ - 2001ع، مسند النساء، مسند الصديقة عائشة بنت صديق رضي الله عنهما حديث: 25302

3- القران، سورة الاسراء: آيت 70

4- صحيح مسلم (المسند الصحيح المختصر بنقل العدل عن العدل الى رسول الله صلى الله عليہ وسلم) مؤلف: مسلم بن الحجاج ابو الحسن القشيري النيشاپوري (المتوفى: 261هـ) المحقق: محمد فؤاد عبد الباقي الناشر: دار احياء التراث العربي – بيروت. ڪتاب الجنائز، باب القيام للجنازة، حديث: 961

5- القران، سورة النساء: آيت 58

6- السنن الكبرىٰ المؤلف: ابو عبد الرحمن احمد بن شعيب بن علي الخراساني، النسائي (المتوفى: 303هـ)، حققہ وخرج احاديثہ: حسن عبد المنعم شلبي، الناشر: مؤسسة الرسالة – بيروت الطبعة: الاولى، 1421 هـ - 2001ع، ڪتاب قطع السارق، باب ذكر اختلاف الفاظ الناقلين لخبر الزهري في المخزومية، حديث: 4901.

7- ڏسو: سنن الكبري للبيهقي، ڪتاب الودعية، باب ماجاء في ترغيب اداء الامانات، حديث:12697.

8- القران، سورة ص: آيت: 86

9- مسند احمد، مسند العشرة المبشرة، مسند عمر بن الخطاب، حديث 239.

10- صحيح مسلم، ڪتاب الفرائض، باب من ترڪ مالا فلورثته حديث 1619

11- الترغيب والترهيب من الحديث الشريف، المؤلف: عبد العظيم بن عبد القوي بن عبد الله،

ابو محمد، زكي الدين المنذري (المتوفى: 656هـ)، المحقق: ابراهيم شمس الدين، الناشر: دار الكتب العلمية — بيروت، الطبعة: الاولى، 1417هـ، باب الالف، ومما اسند أنس بن مالك رضي الله عنہ، حديث: 751.

12- السيرة النبوية لابن هشام، المؤلف: عبد الملك بن هشام بن ايوب الحميري المعافري، ابو محمد، جمال الدين (المتوفى: 213هـ)، تحقيق: مصطفى السقا وابراهيم الابياري وعبد الحفيظ الشلبي، الناشر: شركة مكتبة ومطبعة مصطفى البابي الحلبي واولاده بمصر، الطبعة: الثانية، 1375هـ - 1955ع، ج1، ص645

13- ڏسو سيرت ابن هشام ج1، ص660

14- سنن ابي داود، المؤلف: ابو داود سليمان بن الاشعث بن اسحاق بن بشير بن شداد بن عمرو الازدي السِّجِستاني (المتوفى: 275هـ)، المحقق: محمد محيي الدين عبد الحميد، الناشر: المكتبة العصرية، صيدا - بيروت، كتاب الادب، باب ماجاءَ في القيام، حديث: 5217.

15- صحيح مسلم: كتاب البر والصلة والادب، باب فضل الاحسان الي البنات، حديث: 2629

16- صحيح مسلم: كتاب البر والصلة والادب، باب فضل الاحسان الي البنات، حديث: 2631

17- صحيح مسلم كتاب الرضاع، باب الوصية بالنساء، حديث: 1468

18- القران، سورة الحجرات: آيت 13

19- مسند احمد، احاديث رجال من اصحاب النبي، حديث: 23489

20- شاهہ سائين جو رسالو، عبدالماجد ڀرڳڙي جي ترتيب ڏنل، اي- بوڪ، ايڊيشن 2004، سر مومل راڻو، داستان نائون، ص 240

21- صحيح البخاري= الجامع المسند الصحيح المختصر من امور رسول الله صلي الله عليہ وسلم وسننہ وايامہ، المؤلف: محمد بن اسماعيل ابو عبدالله البخاري الجعفي، المحقق: محمد زهير بن ناصر الناصر، الناشر: دار طوق النجاة الطبعة: الاولى، 1422هـ ، كتاب الاستئذان، باب التسليم علي الصبيان، حديث 6247

22- سنن ابن ماجہ، المؤلف: ابن ماجة ابو عبد الله محمد بن يزيد القزويني، وماجة اسم ابيہ يزيد (المتوفى: 273هـ)، تحقيق: محمد فؤاد عبد الباقي، الناشر: دار احياء الكتب العربية - فيصل عيسى البابي الحلبي، كتاب التجارات، باب، ماللعبد ان يعطي ويتصدق، حديث: 2296

23- مسند احمد، مسند المكثرين من الصحابة، مسند انس بن مالڪ، حديث: 13860

24- التاريخ الاسلامي، ڊاڪٽر احمد جان الازهري، علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي اسلام اباد، ص92.